# سِنڌي پَهريون ڪِتابُ

پَهرئين ڪلاس لاءِ

سِنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ، ڄام شورو

ڇپيندڙ:

سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ جو تيار ڪرايل ۽ سنڌ حڪومت جي تعليم ۽ خواندگيءَ واري کاتي جي مراسلي نمبر SO (G-1) E&L/Curr:/2014 تاريخ 06-03-2014 موجب سنڌ صوبي جي سيني پرائمري اسڪولن لاءِ واحد درسي ڪتاب طور منظور ڪيل.

بيورو آف ڪريڪيولم سنڌ جي نصابي ڪتابن جي جائزي واري صوبائي ڪاميٽي جو چڪاسيل.

نگران اعليٰ: آغا سهيل احمد پٺاڻ
چيئرمين، سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ

نگران: اويس ڀٽو

ليکڪ: فهميده چنا - دلشاد احمد ڏيٽو
ذڪيه شاهه - شفيع محمد چانڊيو

ايڊيٽر: سيد شير شاهه بُخاري، ڊاڪٽر نور افروز خواجه
پروفيسر سراج چنا، اويس ڀٽو، محمد ادريس جتوئي

صوبائي جائزه ڪاميٽي: ڊاڪٽر غلام علي الانا - سيد امداد حسيني
سيد غلام اڪبر شاهه ”نمائي“ - تاج جويو
دلشاد احمد ڏيٽو - شفيع محمد چانڊيو
عزيز الله پنهور - محمد ادريس جتوئي
تحسين ڪوثر انصاري

السٽريشن ۽ لي آئوٽ: ساجده يوسف

ڪمپوزنگ ۽ پيج ميڪنگ: نورمحمد سميجو

پروف ريڊنگ: جمشيد احمد جوڻيجو

---

هي ڪتاب ............................................. پريس ................. ۾ ڇپيو.

# فهرست

# پهرين اکر

سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ هڪ اهڙو تعليمي ادارو آهي، جنهن جو ڪم درسي ڪتابن جي تياري ۽ اشاعت ڪرڻ آهي. اُن جو اهم مقصد اهڙن درسي ڪتابن جي تياري ۽ فراهمي آهي، جيڪي نئين نسل کي علم ۽ شعور ڏيڻ سان گڏوگڏ منجهن اهڙي صلاحيت پيدا ڪن، جن جي ذريعي اهي اسلام جي آفاقي نظرين، يڪجهتيءَ، بزرگن جي ڪارنامن، پنهنجي ثقافتي ورثي ۽ روايت جي حفاظت ڪندي، نئين دور جي سائنسي، ٽيڪنيڪي ۽ سماجي تقاضائن کي پورو ڪري ڪامياب زندگي گذاري سگهن.

هن اعليٰ مقصد کي پورو ڪرڻ خاطر اهل علم، ماهرن، استاد صاحبن ۽ مخلص دوستن جي هڪ ٽيم ڪنهن ڪڙيءَ کان حاصل ٿيندڙ معلومات جي روشنيءَ ۾ ڪتابن جي درستيءَ جي معيار، جائزي ۽ انهن جي سُڌاري جي عمل ۾ اسان سان گڏ لڳاتار مصروف آهي.

اسان جا ماهر ۽ اشاعتي عملو اُن صورت ۾ ئي گهربل مقصدن ۾ ڪامياب ٿيندو، جڏهن انهن ڪتابن مان استاد صاحب، شاگرد ۽ شاگردياڻيون پورو پورو لاڀ پرائين. ان لاءِ سندن تجويزون ۽ رايا انهن ڪتابن کي بهتر بنائڻ ۾ ڪارآمد ٿيندا.

چيئرمين

سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ

### سکيا جي حاصلات

- الله سائينءَ جي صفتن کي ڄاڻڻ.
- نون لفظن کي درست اچارڻ ۽ پڙهڻ.
- صحيح صورتخطي لکڻ.
- حمد سُر ۽ لئہ سان پڙهڻ.

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

سَبَقُ پهريون

# گِيتَ ڏِڻيءَ جا ڳَڏِجي ڳايُون

گِيتَ ڏِڻيءَ جا ڳَڏِجي ڳايُون!
جو تو ٽَڏِڙا مِينهَن وَسائي،
باغَن ۾ جو اَنبَ پَچائي،
ويسَ گُلَن کي جو پَهرائي،
اَن پَچائي، گاهَ اُپائي،
عَرشَ ۾ جو تارا ٽِمڪائي،
تَنهِن مالِڪَ کي سَڀُ ساراهيون،
گِيتَ ڏِڻيءَ جا ڳَڏجي ڳايُون!

– ڪشنچند”بيوس“

اُستاد لاءِ هدايت: ٻارن کي حمد سُر سان پڙهايو ۽ ياد ڪرايو.

# مشق

## ١- پڙهو ۽ ورجايو:

گِيتُ - گِيتَ / مِينهُن - مِينهَن / اَنبُ - اَنبَ
ويسُ - ويسَ / أپُ - أپَ / اَنُ - اَنَ / عرشُ - عرشَ.

## ٢- سُڃاڻو ۽ ٻُڌايو:

## ٣- ٽُبڪا مِلايو ۽ رَنگ ڀَريو:

الله سائينءَ جي ساراهه ۾ چيل بيت کي (حمد) چئبو آهي.

سکيا جي حاصلات

- الله سائينءَ جي نعمتن جي ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
- الله پاڪ جو شُڪر ڪرڻ.
- پڙهڻ ۽ لکڻ.
- اکر ملائي لفظ ڻاهڻ.
- تصويرون سُڃاڻي نالا ٻُڌائڻ.

سَبَقُ ٻيو

# الله سائين

الله هڪ آهي. اسان کي الله سائينءَ پيدا ڪيو آهي. هو هرهنڌ حاضر آهي. زمين ۽ آسمان بہ اُن جوڙيا آهن. سج چنڊ ۽ تارا بہ هُن پيدا ڪيا آهن.

هُو اسان کي روزي رسائي ٿو. ڏاڍي سڳورو مهربان ۽ ٻاجهارو آهي. هواءِ پاڻي ۽ روشني هُن پيدا ڪيا آهن.

اسين هُن جي عبادت ڪريون ٿا. ۽ اُن کان مدد گُهرون ٿا.

# مشق

## ١- ٻُڌايو تہ:

(الف) هوا، پاڻي ۽ روشني ڪنهن پيدا ڪئي آهي؟

(ب) اسان کي روزي ڪير رسائي ٿو؟

## ٢- پَڙهو ۽ لِکو:

| مدد | | تارا | |
|---|---|---|---|
| آسمان | | هَوا | |
| سِجُ | | پاڻِي | |

## ٣- اَکَرَ مِلائي لَفظَ ٺاهِيو: جِيئن: روشـ ـنـ ـي = روشني

| سـ ـائـ ـيـ ـن | | ٻـ ـاجـ ـهـ ـا ر و | |
|---|---|---|---|
| مـ ـهـ ـربـ ـا ن | | سـ ـڳـ ـو ر و | |

## ٤- تَصويرون سُڃاڻي نالا ٻُڌايو:

مفت ورهاست لاءِ

**سکيا جي حاصلات**

- نبي سڳوري بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
- واحد مان جمع ٺاهڻ.
- نوان لفظ ٺاهڻ.
- لفظ پڙهڻ ۽ لکڻ.
- ٽُڪا ملائي تصوير ٺاهڻ.

سَبَقُ ٽِيون

# اَسان جو نَبِي سَڳورو صَلّي اللهُ عَليهِ وَآلهِ وسَلَم

اَسان جي پياري نَبِي سڳوري جو نالو حضرت محمد صَلّي اللهُ عَليهِ وَآلهِ وسَلَم آهي. پاڻ سڳورا الله سائين جا آخري نَبِي آهن. پاڻ مڪي شريف ۾ ڄاوا. سَندنِ پِيءُ جو نالو حَضرت عَبداللهُ ۽ اَمڙِ جو نالو حضرت بِيبِي آمِنہ آهي.

پاڻ سَڳورا ننڍي هوندي کان ئِي سُلڇڻا، سَچار ۽ ايماندار هُئا. الله سائينءَ متن قُرآن شريف لاٿو. قُرآن شريف الله سائينءَ جو آخري ڪتاب آهي.

پاڻ سڳورن فرمايو تہ:

الله هڪ آهي.

نماز پڙهو.

ماءُ پيءُ جو چيو مڃو.

وڏن جو ادب ڪريو.

ننڍن سان پيار ڪريو.

پاڙي وارن سان سُٺا هلو.

علم پرايو ۽ سچ ڳالهايو.

# مشق

## ١- ٻُڌايو تہ:

(الف) پاڻ سَڳورن جو نالو ڇا آهي؟

(ب) پاڻ سَڳورا ڪِٿي ڄاوا؟

(ج) پاڻ سَڳورن جي پِيءُ جو نالو ٻُڌايو؟

(د) پاڻ سَڳورن جِي اَمڙِ جو نالو ٻُڌايو؟

## ٢- پَڙهو ۽ لِکو:

| | | | |
|---|---|---|---|
| نَبي | | قُرآن | |
| سُلچِڻا | | سچار | |
| علم | | آخري | |

## ٣- نوان لفظ ناهيو:

جِيئن: وڏو = وڏا

| | | | |
|---|---|---|---|
| ميوو | | گهوڙو | |
| نالو | | سُنو | |

## ٤- لَفظ توڙي اَکَر لکو:

جِيئن: حضرت = حـ ضـ ر ت

| | | | |
|---|---|---|---|
| سڳورا | | ڪتاب | |
| فرمايو | | شريف | |

## ٥- ٽُبڪا مِلائي تَصوير ناهِيو:

مفت ورهاست لاءِ

**سکيا جي حاصلات**

- نعت سُر ۾ لئہ سان پڙهڻ.
- نوان لفظ سهڻن اکرن ۾ لکڻ.
- نوان لفظ صحيح اچار سان پڙهڻ.

سَبَقُ چوٿون

# پيارو نَبِيﷺ اَسان جو (نعت)

سُهڻو نَبِيﷺ اَسان جو،
پيارو نَبِيﷺ اَسان جو.

آيو نہ اَهڙو اِيندو،
نيارو نَبِيﷺ اَسان جو.

حاڪِم حَڪِيم آهي،
ٻارو نَبِيﷺ اَسان جو.

ٻارن سان پيار جنهن جو،
پيارو نَبِيﷺ اَسان جو.

- غلام محمد 'غازي'

استاد لاءِ هدايت: ٻارن کي نعت سُر ۾ لئہ سان پڙهايو ۽ ياد ڪرايو.

# مشق

## ١- ياد رکو تہ:

* حضرت محمد صَلّي اللهُ عَليهِ وَآلہٖ وسَلّم اسان جو آخري نبي آهي.
* پاڻ سڀني ٻارن سان پيار ڪندا هئا.

## ٢- پڙهو ۽ سُنن اکرن ۾ لکو:

سهڻو - پيارو - نبي - حاڪم - حڪيم

## ٣- هيءَ نعت سُر ۽ لئہ سان ڳائي ٻُڌايو:

## ٤- تصوِير ۾ رَنگ ڀَريو:

نبي سڳوري جي ساراهہ ۾ چيل بيت کي 'نعت' چئبو آهي.

سکيا جي حاصلات

- وطن سان پيار ڪرڻ.
- لفظَ پڙهڻ ۽ لکڻ.
- سادا جملا مڪمل ڪرڻ.

سَبَقُ پنجون

# اَسان جو وَطنُ

اَسان جو وَطنُ پاڪستانُ آهي. پاڪستان قائد اعظم مُحمد علي جناح رحمة الله عليه ٺاهيو. اسان جي ملڪ ۾ وَڏا وَڏا جَبلَ، ٻيلا ۽ ميدانَ آهن. اُن ۾ سَمنڊ، درياهَ ۽ ڍَنڍُون بہ آهن. سنڌو درياهُ پاڪستان جو وڏي ۾ وڏو درياهُ آهي. هتي جي زَمين ڏاڍي ڀَلِي آهي. اُن ۾ اَناج، ڀاڄيون ۽ ميوا ٿيندا آهن. پاڪستان ۾ ڪَنڊُ، ڪپڙي، لوهہ، دوائن ۽ ٻين شَين جا ڪارخانا آهن.

استاد لاءِ هدايت: ٻارن کي وطن سان پيار، قومي جهنڊي جي عزت ۽ گڏجي رهڻ جي اهميت کان واقفيت ڏني وڃي.

اَسان جي مُلڪَ جو هڪ قومي
جَهندو آهي. اُن جو رنگ سائو ۽ اَڇو آهي.
جَهنڊي جي وچ ۾ چَنڊُ ۽ تارو آهي.
اَسين اُن جي عزت ڪريون ٿا.
پاڪستان ۾ سِنڌي، پَنجابي، بَلوچَ ۽
پٺاڻَ رهن ٿا. اَسين سڀ پاڪستاني
پاڻ ۾ ڀائرن وانگر گڏجي رهندا آهيون.
اَسان کي پنهنجي وطن سان
پيار آهي. الله سائين، اَسان جي وَطنَ
کي سَدائِين آباد رکي! آمين.

# مشق

## ١- ٻُڌايو تہ:

(الف) اَسان جي وَطنَ جو نالو ڇا آهي؟

(ب) پاڪستان ڪنهن ناهيو؟

(ج) پاڪستان جو وڏي ۾ وڏو درياهُ ڪهڙو آهي؟

## ٢- پَڙهو ۽ لِکو:

| پاڪِستان | | ڪارخانا | |
|---|---|---|---|
| وطن | | ڏنڍيون | |
| سمنڊ | | جهنڊو | |

## ٣- هيٺيان خال ڀريو:

* اسان ڪي پَنهِنجي وَطنَ سان ________ آهي.
* قومي جهنڊي جو رنگ اڇو ۽ ________ آهي.
* پاڪستاني جهنڊي ۾ ________ ۽ تارو آهي.

## ٤- ٽُٻڪا ملائي تصوير ناهيو:

سکيا جي حاصلات

- ڳوٺ جي هنرمندن بابت گفتگو ڪرڻ.
- پاڻ ۾ ياڻپيءَ جو مظاهرو ڪرڻ.
- سماجي مسئلن جي ڄاڻ ڏيڻ.

سَبَقُ ڇهون

# اَسان جو ڳوٺُ

اَسان جو ڳوٺُ ڏاڍو سُنو آهي. اَسان کي پَنهنجي ڳوٺَ سان ڏاڍو پيارُ آهي.

اسين ڳوٺ کي صافُ سُٿرو رَکندا آهِيُون. گِهٽِيُنِ ۾ گندُ ڪِچِرو ڪونہ اُڇلايُون. ڳوٺَ کان پَري هِڪَ کَڏَ آهي. اُن ۾ ڪچرو اڇلائيندا آهيون.

اَسان جي ڳوٺَ ۾ ڪُنيارَ، واڍا، لوهارَ ۽ موچِي آهن. اُتي دَرزِکو دُڪانُ بہ آهي. سيڌي سامانَ جو بہ دُڪانُ آهي. جتان اَسان کي ضَرُورَتَ وارِيُون شَيُون مِلن ٿيون.

اَسان جي ڳوٺَ ۾ ڇوڪرِيُنِ ۽ ڇوڪَرنِ لاءِ اِسڪُول آهن. هِتي هِڪَ اِسپتالَ بہ آهي. اِسپتالَ ۾ مَرِيضَنِ جو عِلاجُ ٿيندو آهي.

ڳوٺَ ۾ هِڪَ مَسجِدِ بہ آهي، جَنهِن ۾ ڳوناڻا نماز پَڙهندا آهن. ڳوٺ جي چوڌارِي پوکُون آهن. هَر پاسي ساوَڪَ ئِي ساوَڪَ آهي. هاري وڏِي مِحنَتَ سان پوک ڪن ٿا.

اَسِين سَڀِ ڳوناڻا پاڻَ ۾ پيارَ ۽ مُحبَتَ سان رَهندا آهِيُون. ڏُکَ سُکَ ۾ هِڪَٻِئي جِي مَددَ بہ ڪندا آهِيُون.

# مشق

## ١- ٻُڌايو تہ:

(الف) ڳوٺ ۾ ڪهڙا ڪهڙا هنرمند رهندا آهن؟
(ب) نماز ڪٿي پڙهِبي آهي؟
(ج) پوکُون ڪيرُ ٿو ڪري؟
(د) ڳوٺ جا ماڻهو پاڻ ۾ ڪيئن رهندا آهن؟

## ٢- ڇا توهان کي خبر آهي تہ:

* ڪنير ٿانوَ ٺاهي ٿو.
* درزي ڪپڙا سبي ٿو.
* هاري پوک پوکي ٿو.
* موچي جُتي ڳنڍي ٿو.
* رازو جايون جوڙي ٿو.

## ٣- پڙهي ياد ڪريو:

- ڳوٺ ۾ رهبو آهي.
- مسجد ۾ نماز پڙهبي آهي.
- اسڪول ۾ علم حاصل ڪبو آهي.
- اسپتال ۾ علاج ٿيندو آهي.

## ٤- ڪُنيارَ، واڍو ۽ موچِي هُنرمندَ پورهيت سڏجن ٿا.

**سکيا جي حاصلات**

- بيت سُر ۾ لئه سان پڙهڻ.
- سچ ڳالهائڻ جي اهميت ڄاڻڻ.
- نوان لفظ ڄاڻڻ.
- واحد جا جمع ڄاڻڻ.

**سَبَقُ سَتون**

# سچُ ڳالهاءِ (بيت)

آءٌ نہ ڪڏهين ڪوڙو ٿيندس،
ساهہ سدائين سَچ تي ڏيندس.

ڪُوڙ چوان تان پَتِ وِڃايان،
هِتي هُتي نِتِ پاڻُ لَڄايان.

سَيئي ڪُوڙو ڪُوڙو چَوندم،
پاسي ۾ پوءِ ويهڻ نہ ڏِيندم.

سَچ چوڻ سان ملندم پيارُ،
ڪڏهين ٿِيندس ڪِينَ خُوار.

مُون ڪي ڏي تون سَگهہ ڏڻي،
سَچ سان رکان دل گهڻي.

- مرزا قليچ بيگ

**استاد لاءِ هدايت:** ٻارن کي سچ ڳالهائڻ جي اهميت کان واقف ڪري ۽ کين تلقين ڪئي وڃي.

# مشق

## ١- ٻُڌايو تہ:

(الف) هن نظم مان ڪهڙي نصيحت ملي ٿي؟

(ب) ڪوڙ چوڻ مان ڪهڙو نقصان پهچي ٿو؟

(ج) ڏٽيءَ سڀڳوري ڪان ڪهڙي دُعا گهرڻ گهرجي؟

## ٢- پَڙهو ۽ لِکو:

| سدائين | | پَتِ | |
|---|---|---|---|
| سَچُ | | سَگهہ | |
| مِلندم | | نِتِ | |
| پِيارُ | | لڄايان | |

## ٣- نوان لَفظَ ناهِيو: جِيئن: ڪارو = ڪارا

| سچو | |
|---|---|
| ڪوڙو | |
| پيارو | |

## ٤- ياد رکو تہ:

* سدائين سچ ڳالهائجي.
* ڪوڙ ڪڏهن بہ نہ ڳالهائجي.

سکيا جي حاصلات

- وطن جي مشاهيرن بابت ڄاڻڻ.
- ٻوليءَ جي بنيادي مهارتن (ٻڌڻ، ڳالهائڻ، پڙهڻ ۽ لکڻ) جو مظاهرو ڪرڻ.

سَبَقُ اُنون

# فاطِمہ جِناح

پاڪِستان اَسان جو وَطن آهي. اُن ڪي قائدِ اَعظم مُحَمد عَلي جِناح ٺاهيو. سندس ننڍي ڀيڻ جو نالو فاطِمہ جِناح هو. هوءَ محنتي ۽ هوشِيار هُئي. هن شروعاتي تعليم ڪراچيءَ مان حاصل ڪئي. اڳتي هلي هن ڏندن جي ڊاڪٽريءَ جي تعليم ممبئيءَ مان پرائي.

فاطِمہ جناح ڪي پَنهنجي ڀاءُ قائدِاعظم سان ڏاڍو پيار هو. پَنهِنجي ڀاءُ جي کاڌي پِيتي ۽ آرام جو گهڻو خيال رَکندِي هُئي.

هُن پنهنجي ڀاءُ جي قومي ڪمن ۾ تمام گهڻِي مدد ڪَئِي. اُن سان گڏ هُن ملڪ جي عورتن ۾ بہ سُجاڳِي آندِي. ڪيس 'مادرِ مِلت' سڏيو ويندو آهي. ڪيس وَفات کان پوءِ ڪراچيءَ ۾ قائدِاَعظَم جي مقبري پرسان دفن ڪيو ويو.

# مشق

## ١- ٻُڌايو تہ:

(الف) فاطِمہ جناح ڪير هئي؟

(ب) فاطِمہ جناح شروعاتي تعليم ڪِٿان پرائي؟

(ج) ”مادرِ مِلت“ ڪنهن کي سڏيو ويندو آهي؟

(د) فاطِمہ جناح ڪٿي دفن آهي؟

## ٢- پَڙهو ۽ لِکو:

| قائِدِاَعظَم | | شروعاتي | |
|---|---|---|---|
| فاطِمہ جناح | | تعليم | |
| بيمار | | ڪراچي | |
| سارسنڀال | | مادرِ مِلت | |

## ٣- لَفظَ چونڊي هيٺيان خالَ ڀَريو:

(الف) فاطِمہ جناح شُروعاتِي تَعلِيمَ ............... مان حاصِلُ ڪَئِي. (حيدرآباد / ڪراچي)

(ب) هُنَ ............... مان ڏَندن جي ڊاڪٽريءَ جي تعليم پرائي. (ممبئي / ڪراچي)

(ج) هُنَ پَنهِنجي ڀاءُ جي ............... ڪَمن ۾ تَمام گهڻِي مَددَ ڪَئِي. (گهرو / قومي)

(د) قائِدِ اَعظَم جي ............... ٽيڻ تي سندس سارَسنڀالَ لَهندِي هُئِي. (صحتمند / بيمار)

## ٤- سنڌ جي ڪن ٻہ ٽِن مشهور عورتن جا نالا ٻُڌايو:

## ٥- ٽُبڪا مِلائيِ، رنگ ڀري تَصوير ناهيو:

سکيا جي حاصلات

- سير و سفر جي اهميت ڄاڻڻ.
- فطرت جي ڄاڻ پرائڻ.
- مذکر ۽ مؤنث جي ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
- وڻ پوکڻ ۽ سنڀالڻ جي اهميت ڄاڻڻ.

سَبَقُ نائون

# باغَ جو سيرُ

آءٌ ڳوٺَ ۾ رَهندِي آهِيان. ڳوٺَ جي ڀَرسان هِڪُ باغُ آهي. آچرَ جي ڏِينهُن آءٌ ۽ اَدا سَليمُ، بابا ۽ اَمان سان گَڏجِي باغُ گهُمڻَ وَياسِين.

باغَ ۾ هَر طَرف سَاوَڪَ هُئِي. ڳاڙها، پِيلا ۽ نِيرا گُل ٽِڙيلَ هُئا. باغَ ۾ اَنبَن، زيتُونن ۽ ڄَمُن جا وَڻَ هُئا. وَڻَن تي پَکِي مِٺِيُون مِٺِيُون ٻولِيُون ٻولي رَهيا هُئا. باغَ ۾ ٿَڌِي هَوا لَڳِي رَهِي هُئِي. ڪُجهه دير اَسِين وَڻَ جِي ڇانوَ ۾ ويهِي رَهياسِين. اُن کان پوءِ جهوڏولنِ ۾ چڙهِي خُوبُ مَزو ماڻِيوسِين.

باغَ جي ڀَرسان پاڻِيءَ جو هِڪُ تَلاءُ هو. اُن ۾ پَکي تَرِي رَهيا هُئا. اَسان کي باغَ گهُمڻَ ۾ ڏاڍو مَزو آيو ۽ گهُمِي ڦِري مَنجَهندِ جو گهَرِ موٽِي آياسِين.

# مشق

## ١- ٻُڌايو تہ:

(الف) باغَ ۾ ڪَهڙنِ رَنگن جا گُلَ هُئا؟
(ب) باغَ ۾ ڪَهڙا ڪَهڙا وَڻَ هُئا؟
(ج) باغَ ۾ ٻارنِ ڪَهڙِيُون شَيُون ڏٺيون؟

## ٢- پَڙهو ۽ لِکو:

| باغَ | | مَنجهندِ | |
|---|---|---|---|
| گهُمَڻَ | | ڳوٺَ | |
| ساوَڪَ | | ٻوليون | |
| راندِ | | خُوشِي | |
| مزو | | تَلاءَ | |

## ٣- ياد رکو تہ:

* وڻ ڌرتيءَ جي سونهن آهن.
* وڻ اسان جا دوست آهن.
* وڻ پوکيو.
* وڻ نہ وڍيو.

## ٤- نوان لَفظ ناهِيو: جِيئن: ادا = ادي

| نانا | | چاچو | |
|---|---|---|---|
| ڇوڪرو | | ماما | |

## ٥- تَصويرون سُڃاڻي نالا ٻُڌايو:

سَبَقُ ڏهون

# رَنگَ سُجاڻ (بيت)

**سکيا جي حاصلات**

- رنگن کي سڃاڻڻ انهن بابت گفتگو ڪرڻ.
- بيت سُر ۾ لئہ سان پڙهڻ.
- نوان لفظ ناهڻ.

چوڪَرَ توکي رَنگَ ڏيکارِيان،
رَنگَ سُڃاڻڻ توکي سيکارِيان!

ڏِسُ هن رَنگ جو نالو چاهي؟
رَنگُ اهو تان ڳاڙهو آهي.

ڳاڙهي رنگ جي صُورت اهڙي،
ڇُهنبَ چِتُونءَ جي آهي جهڙي.

ٻيو جو هي تُون رَنگَ ڏِسين ٿو،
زردو جهڙو هيڊ پَسين ٿو.

تَنهن جو نالو آهي پِيلو،
تيون هي آسماني يا نِيلو!

نِيرَ ۾ اُپَ جو رنگ اِهو ٿيو،
نالو تَنهن جو تڏهن اِهو پيو.

اصلي رَنگ اِهي ٽيا ٽيئِي،
جُڙن اِنهيءَ مان ٻيا سَڀيئِي!

- محمد صديق 'مسافر'

استاد لاءِ هدايت: بيت سُر سان پڙهايو ۽ ياد ڪرايو وڃي.

# مشق

١- ٻُڌايو تہ:

(الف) اَوهان کي ڪهڙو رنگ پسند آهي؟

(ب) اُڀ جو رنگ ڪهڙو آهي؟

٢- پَڙهو ۽ لِکو:

| صُورت | |
|---|---|
| چُهنب | |
| نالو | |
| سَيِيئِي | |
| آسماني | |

٣- نَوان لَفظَ ناهِيو: جِيئن: نيرو = نيرا

| ڳاڙهو | |
|---|---|
| پِيلو | |
| نِيلو | |
| زردو | |

٤- هيٺ ڏنل سِٽون پُوريُون ڪَريو:

* چوڪر توڪي .............................................................
* ڳاڙهي رنگ جي .............................................................
* نير ۽ اُڀ جو رنگ .............................................................

٥- هينئين رنگن جا نالا ٻڌايو:

سکيا جي حاصلات

- وڏن جو ادب ڪرڻ.
- سنين عادتن بابت ڄاڻڻ.
- نوان لفظ ڻاهڻ.

سَبَقُ يارهون

# سُٺيون ڳالهيُون

ماءُ: پُٽَ اَڄُ ڏاڍو خُوش تو نَظرِ اَچين؟

عَباس: ها اَمان، اَڄُ اَسان جي اُستادَ اَسان کي ڏاڍِيون سُٺيُون ڳالِهيون ٻُڌايون آهِن.

ماءُ: پُٽ، ڀَلا مُون کي بہ تہ ٻُڌاءِ.

عَباس: اَمان، اُستادَ ٻُڌايو تہ ڪاڏو سدائين وَقتَ تي ڪائِجي ۽ روزانو ڪيرُ بہ پيئڻُ گُهرجي. اِسڪُول وَڃڻَ مَهل گَهرَ وارنِ کي اَللهُ واهِي چَوَڻ گُهرجي. واپس اَچِي گَهرَ وارن کي سلام ڪرڻ گُهرجي. ماءُ پِيءُ ۽ اُستادَ جو اَدَبُ ڪَجي. وَڏنِ جِي عِزتَ ڪَجي. هِڪَجيڏَن سان پِيارَ ۽ مُحبتَ سان هَلجي. وَڏنِ کي جَوابُ ڏِيڻ مَهل اَدَبَ سان ڳالهائِجي.

ڳالهائڻ مَهل تَڪِڙو نہ ڳالهائِجي. ٻِئي جِي ڳالِهہ پُوريءَ طرح ٻُڌجي.

ماءُ: شاباسِ پُٽَ، اِهي تہ تَمامُ سُٺيون ڳالهيُون آهِن.

## مشق

### ١- ياد رکو تہَ:

(الف) گهر ۾ اچڻ وقت ماءُ پيءُ کي سلام ڪجي.

(ب) موڪلائڻ وقت الله واهي چئجي.

(ج) ڪاڏو هميشه وقت تي ڪائجي.

(د) استاد جو ادب ڪجي.

### ٢- پڙهو ۽ لِکو:

| ڳالهيون | | اَمان | |
|---|---|---|---|
| اَللهَ واهِي | | خُوش | |
| ڳالهائِجي | | سُٺيون | |
| تَڪڙو | | شاباسِ | |

۳- نوان لَفظَ ناهِيو: جِيئن: گھوڙو = گھوڙا

| | |
|---|---|
| ٻلو | |
| طوطو | |
| ڳيرو | |

۴- پڙهو ۽ سُنن اکرن ۾ لکو:

| | |
|---|---|
| پنهنجي | |
| گهَرَ | |
| پِيئڻَ | |
| مَهلَ | |
| ريت | |

۵- ٽُبِڪا مِلائي تَصوِيرُون ناهِيو:

سکيا جي حاصلات

- انساني رشتن ماءُ، پيءُ، ڏاڏي، ياءُ ڀيڻ جي ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
- هڪ ٻئي جي ڪمن ۾ هٿ ونڊائڻ.
- نوان لفظ ڻاهڻ (مذڪر ۽ مؤنث)

سَبَقُ ٻارهون

# اَسان جو ڪُٽنبُ

اَمان صُبح سَويرَ اُٿِي ڌڻيءَ سڳوري جي عبادت ڪندي آهي. اَسان لاءِ نيرَنِ تَيار ڪَندِي آهي. آءٌ ۽ اَدِي سورَٺِ بہ سَويرَ اُٿندا آهِيُون. ڏَندَڻُ ڪَري، هَٿ مُنهن ڌوئندا آهيون. نيرَنِ ڪَري اِسڪُول وِيندا آهِيُون. اَمان گهرَ جِي صَفائِي سُٺائِي ۽ رَڌپَچاءُ ڪندِي آهي. بابا ڪَمَ تي ويندو آهي.

اَسِين اِسڪُولَ کان موٽِي گهر اِيندا آهِيُون وڏن کي سَلامُ ڪَندا آهِيُون. ماني کائِي آرام ڪَندا آهِيُون.

آءٌ ۽ اَدِي هڪ ٻئي کي سَبَقُ يادِ ڪَرائِيندا آهِيُون ۽ گَڏجِي راندِ ڪَندا آهِيُون.

اَمان، اَسان کي پڙهڻ لِکڻ ۾ مدد ڪندي آهي. اَدي سورٺ ۽ آءٌ ڪيس گهر جي ڪم ۾ هَٿ ونڊائيندا آهيون. اَسان کي ڏاڏو، ڏاڏِي، بابا ۽ اَمان پِيارُ ڪَندا آهِنِ. اَسِين بِہ سَندنَ عِزتَ ڪَندا آهِيُون.

ڏاڏِي اَسان کي راتِ جو سُنيُون آکاڻِيُون ٻُڌائِيندِي آهي. اَسِين سَڀ پاڻَ ۾ پِيارَ ۽ محبت سان رَهندا آهِيُون.

## مشق

### ١- پَڙهو ۽ لِکو:

| وَقت | | ڏندڻ | |
|---|---|---|---|
| صُبح | | رَڌڀَچاءُ | |
| سَلام | | آکاڻيون | |

### ٢- ليڪ سان مناسب لفظ ملايو:

| مامو | ڏاڏي |
|---|---|
| چاچو | ناني |
| نانو | مامي |
| ڏاڏو | چاچي |

### ٣- ياد رَکو تہ:

- ڳَڏجي ڪم ڪجي
- هڪ ٻئي جي مدد ڪجي
- ڳَڏجي راند روند ڪجي
- ماءُ پيءُ جو چيو مڃجي
- پاڻ ۾ پيار محبت سان رهجي

استاد لاءِ هدايت: ٻارن کي استاد ٻين رشتن جي ڄاڻ ڏئي.

سکيا جي حاصلات

- بيت ذوق ۽ شوق سان پڙهڻ.
- بيت رواني ۽ ترنم سان پڙهڻ.
- پڙهڻ ۽ لکڻ.
- نوان لفظ ڄاڻڻ.

سَبَقُ تيرهون

# پوپَٽُ (بيت)

واهه واهه! پيارو پيارو پوپَٽ،
مِنِڙو ۽ موچارو پوپَٽ.

تارَن وانگُرُ چِلڪي چِمڪي،
ڳاڙهو پِيلو ڪارو پوپَٽ،

گُلِڙنِ ڪي تو گِيتَ ٻُڌائي،
مِنِڙين ٻولين وارو پوپَٽ.

سُندَر سُهڻو ۽ مَن مُهڻو،
پُورو ڀاڳَ ڀلارو پوپَٽ.

دِل ٿِي چاهي مُون کي ڏِين تُون،
پَنهِنجو رَنگُ اُڌارو پوپَٽ.

- رشيد احمد لاشاري

استاد لاءِ هدايت: ٻارن کي بيت سُر سان پڙهايو ۽ ياد ڪرايو وڃي.

# مشق

## ١- ٻُڌايو تہ:

(الف) اَوهان کي هِنَ بيتَ جون ڪهڙيون سِٽون پَسندِ آهن؟

(ب) اَوهان کي پوپٽ ڇو وڻندو آهي؟

(ج) پوپٽَ ڪهڙن رنگن جا ٿيندا آهن؟

## ٢- پَڙهو ۽ لِکو:

| پِيارو | | وانگر | |
|---|---|---|---|
| مِنڙو | | پُورو | |
| موچارو | | سُندَر | |
| پوپَٽ | | پَلارو | |

## ٣- نَوان لَفظَ ناهِيو: جِيئن: ڪارو = اَڇو

| مِٺو | |
|---|---|
| سَچو | |
| صُبح | |
| زمين | |

## ٤- تَصوِيرون سُڃاڻي نالا ٻُڌايو:

### سکيا جي حاصلات

- ڏکئي وقت ۾ هڪ ٻئي جي مدد ڪرڻ.
- لفظَ پڙهڻ ۽ لکڻ.
- آڪاٽي ٻڌڻ ۽ ٻڌائڻ.
- نوان لفظ ٺاهڻ.
- واحد جو جمع ٺاهڻ.

## سَبَقُ چوڏهون

# هڪ ٻئي جي مدد ڪرڻ

هِڪِڙو اَنڌو واٽَ وَٺيو پئي ويو. وَاٽَ تي هِڪ هَنڌِ ڪَڏون ۽ ڪُٻا هُئا. اَنڌو بِيهي رهيو. اوچتو ڪنهن جي ڪَنگِهڪار ٻُڌائين. هُن رَڙ ڪَري ڪيس چيو، ادا مون کي هي ڏُکيو رستو پار ڪرائي اَڳيرو ڪَر. هن وراڻي ڏني ته ادا، آءٌ پاڻ مَندو آهيان. تُنهنجي مَددَ ڪيئن ڪَريان. هُن چَيو ادا تون مُنهنجي ڪُلهي تي چڙهه، ٽَنگُون مُنهنجون ۽ اَکيُون تُنهنجون. تُنهنجون اَکيُون مون کي ڪم ايندُيون ۽ مُنهنجون ٽَنگُون

تُنهنجي مَددَ ڪَنديُون. مَندي چيَو، ياءُ! وَاھ جِي ڳالِھ ڪَئي اَٿئي. ٽنگُنُ ڪان جَڏو اَنڌي جي ڪُلِھي تي چَڙِهيو ۽ هِڪَ ٻِئي جي مَددَ سان ڏُکي واٽَ ڪان لَنگھي پار پيا.

آخِرَ ۾ ٻنهي چيَو اَدا مَعذُورَ آهيون پَرَ مَجبُورُ نَہ آهيُون. اسان کي کپي تہ اسين بہ ائين ئي ڏکئي وقت ۾ ٻين جي مدد ڪريون.

## مشق

۱- پَڙهو ۽ لِکو:

| مجبُور | | مَعذُور | |
|---|---|---|---|
| ضَرُور | | مَدد | |
| اَڪِيُون | | واٽَ | |

۲- ٻارو هيءَ آڪاٽي پنهنجي لفظن ۾ ٻڌايو.

۳- نوان لفظ ٺاهيو: جيئن: ڪتابُ = ڪتابَ

هَٿُ = ............................ گُلُ = ............................

دڪانُ = ............................ قَلَمُ = ............................

۴- هيٺيان جملا پڙهو ۽ لکو:

- هو پاڻ ۾ دوست آهن.
- هوءَ منهنجي ڀيڻ آهي.
- مان ڪتاب پڙهندو آهيان.

۵- تصوير ۾ رَنگ ڀَريو:

سَبَقُ پندرهون

**سکيا جي حاصلات**

- بچت بابت ڄاڻڻ.
- وسيلن جو درست استعمال ڪرڻ.
- لفظَ پڙهڻ ۽ لکڻ.

# سِياڻي ڇوڪرِي

ثَنا: نِدا، تو هي پاڻيءَ جو نَلڪو ڇو کولي ڇڏيو آهي؟

نِدا: اَدي، مون کان ڳالهه وِسري وئي. ڀَلائي ڪري بَند ڪَري ڇڏ.

ثَنا: اَلا، ڪيترو نه پاڻي زِيان ٿي ويو آهي!

نِدا: اَدي، ٻيهر اهڙي غَلطي نه ڪنديس.

ثَنا: شاباس! هر شيءِ ۾ بچت ڪَرڻ گُهرجي. بچت ڪرڻ تمام سُٺي عادت آهي.

نِدا: اَدي، ٻِيون وَري ڪهڙيون شَيون آهن، جن ۾ بَچت ڪَرڻ گُهرجي؟

ثَنا: ڪمري ۾ ڪير نه هُجي ته بَلب ۽ پَکو بند ڪَرڻ گهرجي. جيئن بجلي زيان نه ٿئي. ڇُلهو به اَجايو نه ٻارِجي. اهڙيءَ طَرَح ٻين شَين جي بچت ڪَرڻ گُهرجي.

نِدا: ڪاڏو بہ پيٽ ڀَري نہ ڪائجي ڇا؟
ثَنا: ڀَلي ڪائِجي پَر اجايو اوبر ڪري ڦِٽو نہ ڪَجي.
نِدا: توهان ڏاڍيون سُٺيون ڳالهيُون ٻُڌايون. هاڻي آءٌ اڳتي اِئين ڪنديس.

## ١- پَڙهو ۽ سُٺن اکرن ۾ لِکو:

نَلڪو   پاڻي   زِيان   غَلطِي   بَچت   عادَتَ   بِجلي

## ٢- ٻُڌايو تہ:

(الف) نِدا کان ڪهڙي ڳالهِہ وِسري وَئي هُئي؟
(ب) بِجِلي ڪيئن بَچائجي؟
(ج) ڪهڙَين شين جي بچت ڪَرڻ گهُرجي؟

## ٣- ياد رکو تہ:

* پاڻيءَ جو نَلڪو کُليل نہ ڇڏجي.
* ڪَمري ۾ ڪير نہ هُجي، تہ بَلبُ ۽ پکو بند ڪجي.
* چُلهو اجايو نہ ٻارجي.
* ڪاڏو اوبر نہ ڪجي.
* اجايو خرچ نہ ڪجي.

## ٤- ٽُبڪا مِلائي تصوير ٺاهيو:

سَبَقُ سورهون

### سکيا جي حاصلات

- بيت سُر ۽ لئه سان پڙهڻ.
- اکر ملائي لفظ ٺاهڻ.
- ساڳئي آواز وارن لفظن بابت ڄاڻڻ.

# جو کِيرُ پِئي (بيت)

جو کِيرُ پِئي، سو وِيرُ ٿئي،
ڏندَ زَور وٺن،سُٺا سُهڻا لَڳن،
اَکين جوتِ وَڌي، ڏاڍي سُونهن ٿئي،
وَٺي زور بَدنُ، لِڳ چُست ٿِين،
کِيرُ صَفا سُٺو، واهه ڏاڍو مِٺو،
ٻارو اَچو پِيُون، پَري کِيرُ وَٺيُون،
سَڀ زور وٺُون، پِي کِيرُ وڌُون،
ڏي کِيرُ اَمان، پِي پڙهڻ وَڃان.

- پيرو مل غريب

## مشق

١- هيٺ ڏنل لفظ سُڻن اکرن ۾ لِکو ۽ پڙهو:

سُهڻا چُست وِيرُ زور سُونهن جوت

٢- ليڪ وسيلي ساڳئي آواز وارا لفظ ملايو: جيئن:

| | |
|---|---|
| جو | وڌون |
| پئي | منو |
| وٺن | سو |
| وٺون | لڳن |
| سٺو | ٿئي |

٣- ڪُٽل اکر لکي لفظ ٺاهيو:

| | | |
|---|---|---|
| | | ج |
| | | و |
| چ | س | |

**سَبَقُ سترهون**

# شِينهُن ۽ ڪُئو

**سکيا جي حاصلات**

- تصويري آکاڻيءَ کي سمجهڻ.
- ڪنهن کي ٻه ڳهٽ نه سمجهڻ.
- نوان لفظ پڙهڻ ۽ لکڻ.

## تصويري آکاڻي

**استاد لاءِ هدايت:** ٻارن کي تصويرن مطابق آکاڻي سمجهائي ۽ پڇي وڃي.

# مشق

## ١- ٻُڌايو تہ:

(الف) هن تصويري آکاڻيءَ ۾ ڪَهڙا جانورَ آهن؟
(ب) شِينهن ڇا ۾ ڦاٿو؟
(ج) شِينهن جي مَددَ ڪَنهن ڪَئي؟
(د) ڪُئي، شينهن کي ڪيئن ڇڏايو؟

## ٢- نوان لفظ پڙهو ۽ لکو:

**جهنگ - شينهن - ڪُئو - ڦاٿو - ڪُترڻ**

## ٣- ٻارو ٻي ڪا آکاڻي ٻڌايو:

## ۴- ٽُٻڪا مِلائي تصوير ٺاهيو:

**سکيا جي حاصلات**

- قدرت جي نظارن مان لطف حاصل ڪرڻ.
- بيت سُر ۽ لئه سان پڙهڻ.
- گرامر جو سادو استعمال سکڻ.

**سَبَقُ ارڙهون**

# واهہ ڙي تارا (بيت)

واهہ ڙي تارا گول تارا!
روشن تارا چِلڪي وارا!

سانجهي ٽاڻي نِڪرو ٿا،
اُڀَ سَڄي ۾ پَکڙو ٿا.

چِلڪو چِمڪو سارِي رات!
ڪَجي اَوهان جِي ڪَهِڙي بات!

رات لنگهي يا باقي چا،
اوهين بَتايو واٿ اِها.

جوتِ اَوهان جِي جي نہ هُجي،
واٽَهڙُو ڪَرَ واٽ مُنجهي.

- پيرو مل ’غريب‘

**استاد لاءِ هدايت:** ٻارن کي بيت سُر سان پڙهايو ۽ ياد ڪرايو وڃي.

# مشق

## ١- پَڙهو ۽ سُڻن اکرن ۾ لِکو:

گول - سانجِهي - اُپَ - باقي - جوتِ

## ٢- جملا پَڙهو:

* مون وٽ ڪتاب آهي.
* اسلم وٽ ڪتاب هو.
* راڻيءَ وٽ گُڏي آهي.
* احمد وٽ بال هو.

## ٣- پَڙهو ۽ وَرجايو:

پَرَ - هَرَ - سَرَ - گَهَرَ - دَرَ

## ٤- نوان لَفَظَ ناهيو: جِيئن: تارا = تارو

| گهوڙا | | جهنڊا | |
|---|---|---|---|
| طوطا | | ڪَپڙا | |

## ٥- ٽُٻڪا مِلائي تَصوير جو نالو ٻُڌايو:

سَبَقُ اوڻيهون

**سکيا جي حاصلات**

- سادين پرولين مان لطف اندوز ٿيڻ.
- پروليون ياد ڪرڻ ۽ ٻڌائڻ.
- واحد جو جمع لکڻ.
- اکر ملائي لفظ ناھڻ.

# ٻَلا ٻُڌاءِ تہ ڇاهي؟

پَرَ اَٿس پَر پوپٽ ناهي،
اُپ ۾ اُڏري پَکي بہ ناهي،
ٻلا ٻُڌايو تہ اهو ڇا هي؟

خَبرون چارُون روز ٻُڌائي،
مِنتڙا، مِنتڙا، گِيت سُڻائي،
ٻلا ٻُڌايو تہ اهو ڇا هي؟

ڪيلَ پَسائي دل وندرائي،
جڻ تہ ڪو گهر جو ڀاتي آهي،
ٻلا ٻُڌايو تہ اها ڇا هي؟

- امداد حُسيني

استاد لاءِ هدايت: شاگردن کي پروليون ياد ڪرائي ۽ ڪجهه ٻين پرولين جي مشق ڪرائي.

# مشق

١- هر هڪ تصوير تي پروليءَ جو نمبر لکو:

٢- پڙهو ۽ سُنُن اکرن ۾ لکو:

پوپٽ    اُپ    پکي    مِنِڙا    گيت    ريڊيو    هوائي جهاز

٣- لفظ ٺاهيو: جيئن: خبر - خبرون

رِڍَ ................    ڪَلَ ................

ڪار ..............    ڪَلَ ..................

٤- اکرَ مِلائي لفظ ٺاهيو:

ر ي ڊ ي و    پ ـ ـ ـ ا ئ ي    خ ب ر و ن    س ڏ ا ئ ي

م ـ ن ـ ڙ ا    ب ڏ ا ئ ي    و ن د ر ا ئ ي    پ و پ ٽ

٥- تصوير ۾ رَنگ ڀَريو:

سَبَقُ ويهون

**سکيا جي حاصلات**

- بيت سُر ۽ لئه سان پڙهڻ ۽ مزو ماڻڻ.
- آوازن جي سُڃاڻپ ڪرڻ.
- مختلف آوازن ۾ فرق ڪرڻ.

# آوازَ

ڪوئِل ڪوڪي، ڪُو ڪُو ڪُو،
ڳيرو ڳائي، گُهو گُهو گُهو.

ڪانءُ ڪري ٿو، ڪان ڪان ڪان،
ڏيڏر ڪري ٿو، ٽان ٽان ٽان.

جِهرڪي ٻولي، چُون چُون چُون،
پَرِڙا کولي، چُون چُون چُون.

ريلَ ڪَري ٿي، ڇُڪ ڇُڪ ڇُڪ،
تيز ڀڄي ٿي، ڌُڪ ڌُڪ ڌُڪ.

موٽرُ ڊوڙي، قَر قَر قَر،
تيلُ اُنهيءَ ۾، ڀَر ڀَر ڀَر.

ڪُڪُڙُ ڪَري ٿو، ڪُڪُڙو ڪُو،
صُبحُ ٿيڻ جو ڏَسُ ڏي هُو.

- امداد حسيني

استاد لاءِ هدايت: ٻارن کي پکين ۽ جانورن جي آوازن جي ڄاڻ ڏني وڃي.

مفت ورهاست لاءِ

# مشق

## ١- پڙهو ۽ سُڻن اکرن ۾ لِکو:

ڪوئِل ٻِيرو ڪانءُ ريل چُڪ چُڪ پِرِڙا موٽرُ

## ٢- ٻُڌايو تہ:

(الف) ڪان ڪان ڪان ڪهڙو پکي ڪندو آهي؟
(ب) ٽان ٽان ٽان ڪير ڪندو آهي؟
(ج) ٻِيرو ڪهڙو آواز ڪيندو آهي؟
(د) ڪُڪُڙو ڪُو ڪهڙو پکي ٿو ڪري؟

## ٣- تصويرون سُڃاڻي اُنهن جا نالا ۽ آواز ٻُڌايو:

سَبَقُ ايڪِيهون

# هِي چا آهن؟

**سکيا جي حاصلات**

- زندگيءَ جي عام استعمال جي شين جي سڃاڻپ ڪرڻ.
- ٺِڪا ملائي تصوير ٺاهڻ.
- ڊرائنگ جو تصور ڏيڻ.

مفت ورهاست لاءِ

# مشق

۱- ٻُڌايو تہ :

(الف) هن سبق ۾ ڪهڙين شين جون تصويرون ڏنل آهن؟

(ب) فون ڪهڙي ڪم ايندو آهي؟

۲- پڙهو ۽ لکو:

ٽيليويزن - ريڊيو - ڪئميرا - ڪمپيوٽر - جهاز

۳- ٻارو، ٻين ڪجھ شين جا نالا ٻڌايو.

۴- ٽُٻڪا ملائي تصوير مڪمل ڪريو:

مفت ورهاست لاءِ

سَبَقُ ٻاويهون

# دُعا


سکيا جي حاصلات

- دعا جي اهميت سمجهڻ.
- وطن سان محبت جو جذبو پيدا ڪرڻ.


خُدايا اِهاءِ
دعا تو ګُهران.

سَنئين واٽَ تيءِ
سَدائين هَلان.

اَبو ۽ اَمانءِ
سُکيا شل رکان.

اَګهو ڪِينَ ٿِيانءِ
سَګهو شَلَ رَهان.

وَطنَ ساڻ مانءِ
مُحبت ڪريان.

پَڙهان ۽ لِکانءِ
هُنر پِڻِ سِکان.

-امداد حسيني

مفت ورهاست لاءِ

# مشق

**١- هن دعا کي زباني ياد ڪريو ۽ ڪورس جي انداز ۾ پڙهو.**

**٢- خال ڀريو:**

★ سنئين ........ تي،
سدائين ............

★ اگهو ........... ٿيان،
.......... شل رهان.

★ پڙهان ۽ ...........،
هُنر ......... سکان.

**٣- تصويرون سجاڳي نالا ٻڌايو:**

# نوان لفظ

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| **آ ا** | |
| آباد | خُوشِحال |
| آخري | پڇاڙي وارو |
| اُڀ | آسمان |
| اَدبُ | عِزت - مانُ |
| الله واهي | خُدا حافظ |
| اگهو | بيمار |
| اوبر | جونئو |
| **ب** | |
| باتِ | ڳالھ |
| بَتايو | ٻُڌايو |
| **ٻ** | |
| ٻاجھارو | مهربان - رَحم وارو |
| ٻولڻُ | آواز ڪَرڻ |
| **ڀ** | |
| ڀاڱُ | نَصيب |
| **ٽ** | |
| ٽاڻي | وَقت - مَهل |
| ٽِمڪائي | چِمڪائي |
| **پ** | |
| پارِ | هُن پاسي - ٻئي پرِ |
| پَتِ | اَعتبار |
| پِرايو | حاصل ڪيو - سِکيو |
| پَرڙا | ڪَنبَ |

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| پَسائي | ڏيکاري |
| پَهرائي | پارائي |
| **ج** | |
| جُڙنِ | ٺَهنِ - تيار ٿِين |
| جوتِ | روشني |
| جوڙيا | ٺاهيا - بَنايا |
| **چ** | |
| چُست | ڦُڙت - چالاڪ |
| چوڏول | پِينگهَه - جهُولو |
| **ح** | |
| حاڪِم | بادِشاهه |
| حَڪيم | ڏاهو - سِياڻو |
| **خ** | |
| خُوار | بَدنام |
| خُوب | تمام گهڻو |
| **د ڏ** | |
| دَفَن | قَبَرَ حوالي ڪرڻ - پُورڻ |
| ڏَس | خَبر - پَتو |
| **ز** | |
| زِيان | نُقصان |
| **س** | |
| سانجهي | سِج لَٿي |
| سَدائِين | هميشه |

# نوان لفظ

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| سَڳورو | پِلارو |
| سَگهه | طاقَت |
| سُلَڇڻا | سُٺيُن عادَتُن وارا |
| سُندر | وَڻندڙ |
| سَنئين | سِڌي |
| **ص** | |
| صُورَت | شِڪلِ |
| **ض** | |
| ضَرُورَت | گهُرج - کَپ |
| **ع** | |
| عِبادت | پُوڄا |
| عَرش | آسمان - اُڀ |
| **ف** | |
| فِرمايو | چَيو |
| **ڪ** | |
| ڪُٽنب | گهَرياتِي |
| **ک** | |
| کَڏون کُپا | کِڙبِڙِ - هيٺ مَٿاهين |
| **ل** | |
| لِڱَ | عُضوا |
| **م** | |
| مادرِ مِلت | مادر=ماءُ، ملت=قوم (قومَ جي ماءُ) |

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| مَاڻڻُ | حاصُل ڪَرڻ |
| مِنيون | وَڻندڙ - سُٺيون |
| مَجبُور | لاچار |
| مِحنت | پورهيو |
| مَريض | بيمار - اَگهو |
| مَعذُور | جَڏو |
| مَن | دِلِ |
| مُنجهي | پُلِجي |
| موچارو | سُهڻو - سُٺو |
| مُهڻو | وَڻندڙ - پَسند اِيندڙ |
| **ن** | |
| نِت | سَدائين |
| نِيارو | ڌارَ - جُدا - الڳ |
| نِيلو | آسمانِي - نِيرو |
| **و** | |
| واٽَ | گَسُ - رَستو |
| واٽهڙو | مُسافرُ |
| وِسري | پُلِجي |
| وَطنُ | مُلڪ - ديس |
| وِيرُ | بَهادُر - سُورهيه |
| **ه** | |
| هَٿُ وَنڊائڻ | مَدَدَ ڪَرڻ |
| هوشِيار | ڏاهو - عَقُلَ وارو - سِياڻو |